جاء الحق وزهق الباطل ان الباطل كان زهوقا

# كلمة الحق

جماعت لواري جي باطل عقيدن

۽ مصنوعي حج جي تحقيق ۽ ترديد

المؤلف

حضرت مولانا مولوي محمد صادق صاحب [illegible]

محله کهڏه ڪراچي

المشتهر

مولوي حافظ محمد محسن

باهتمام شيخ عبدالعزيز محمد سليمان عباسي اليڪٽرڪ التصوير پريس ڪراچي

۾ ڇپي اور مولوي حافظ محمد محسن صاحب نے

محله کهڏه ڪراچي سے شائع ڪيا

# لواري جو مصنوعي حج

## شعائر الله جي بيعزتي ۽ بي ادبي — انبياء كرام عليهم السلام جي توهين

# اسلام ۽ اهل اسلام ۾ هڪ فتنه عظيم جو ظهور

بسم الله الرحمٰن الرحيم ٥ — الحمد لله وسلام على عباده الذين اصطفىٰ ؛

اسين مدت مديد کان وٺي سنڌ جي مشهور خانقاه لواري مان هڪ فتنه عظيم جي برپا ٿيڻ جي ڪجهه ڳالهيون ٻڌندا رهيا آهيون. اسان حتي المقدور پنهنجي ضمير کي مجبور ڪري چپ رهياسين، ۽ عالمانه ڪار روائي کان پاسي رهياسين، هن لاءِ ته هن اهو فتنو پاڻ کان ختم ٿي وڃي. پر هن لاءِ ته حقيقة الامر جاچڻ لاءِ اسين هر طرح ڪوشش ڪري سگهون ٿا ته اُنهن ۾ جو پڻ ڪي ڳالهيون ذاتي حيثيت رکندڙ آهن ؛

جڏهن ڏٺوسين ته اهو فتنو روز بروز ۽ سال بسال وڌندو وڃي ٿو، ۽ جيڪي ڳالهيون ٻڌيون سو تحقيق حقيقة الامر آهي، ۽ جڏهن ته سالن کان وٺي سنڌ جا عام خاص مسلمان اسان جي پاڻ تي هن فتني ڏانهن ڌيان ڇڪائي اسان کان تقاضا ڪري رهيا آهن ته اسين هن بابت شريعت محمدي على صاحبها الصلوٰة والسلام جي روشني ۾ چراغ هدايت مسلمانن جي اڳيان رکون، ۽ جڏهن ته اسان جو ضمير به هاڻي وڌيڪ برداشت ۽ تحمل ڪرڻ کان عاجز ٿي پيو آهي، ته ڏٺوسين ته جيڪڏهن هن کان پوءِ به صبر ڪنداسين ته مداهنت في الدين جا گنهگار ٿينداسين، تڏهن لاچار اچي ”فتنه عظيم لواري“ جي بنسبت سنڌ بلڪه هند ۽ ماوراء الهند جي مسلمانن کي خبردار ڪرڻ لاءِ ڪجهه لکون ٿا.

اسان کي اعتراف آهي ته لواري شريف جي خانقاه هڪ قديم خانقاه آهي ۽ وڏا بزرگن ۽ اولياءالله جو مرڪز رهي، اسان کي خبر آهي ته وڏا وڏا اجيد عالم محدث ۽ فقيه انهي خانقاه جا

معتقد ۽ فيض يافته هوا، اسڪري هي به معلوم آهي ته جن ڏينهن مجيد عالمن ۽ محدثن جو
تعلق انهيءَ خانقاه سان هو، تن ڏينهن ۾ اها خانقاه خلاف شريعت بدعتن ۽ خرابين کان آزاد
بلڪ توحيد ۽ ذڪر الاهي شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي درسگاه هوئي، مگر نهايت
افسوس ۽ ارمان سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته "آن قدح بشڪست وآن ساقي نماند"
نه اهو فيض رهيو نه اهي فياض، نه اهي معرفت رباني جا پياپيالا پيئڻ وارا نه اهي پيارينڌڙ،
بلڪ — حريفان بادها خوردند و رفتند — تهي خمخانه ها کردند و رفتند ؛

هينئر ڏسون ٿا ته سارو معاملو برعڪس آهي، جنهن فيض گاه ۾ توحيد رباني ۽ شريعت
اسلامي جي تعليم ٿيندي هئي اڄ اتي خلاف توحيد ۽ خلاف شريعت عمل ٿي رهيا
آهن، اڄ اتي منظم طريقي ۾ شرڪ ۽ بدعت جهڙن ڪارروائين ۾ ٿي رهيا آهن.

جڏهن ته خانقاه لواري قديم بزرگن ۽ وليّن جي ڪري وڏو شرف ۽ اثر
رکي ٿي انهيءَ ڪري ٻئي اتي جيڪي خلاف توحيد ۽ خلاف شريعت بدعتون جهڙا ڪم
ٿين ٿا، سي مسلمانن جي حق ۾ وڌيڪ ضرر پهچائيندڙ ۽ زهرناڪ آهن. اهو هڪ
اهڙو حقيقي فتنو آهي جنهن بابت قرآن شريف ۾ ارشاد فرمايل آهي "اَلْفِتْنَةُ اَشَدُّ
مِنَ الْقَتْلِ" عوام ۽ ڪم فهم ماڻهن ڪنهن اهڙي فتنه جي "مقابلي" کي ۽ خالص
شريعت جي روشني ۾ مسلمانن ۾ پيل شرڪ، بدعتن ۽ برائين جي "اصلاح" کي
فتنو سڏيو، شرڪ، بدعتن ۽ برائين جي حمايت ڪندڙ عالم ماڻهن کي ڏوکو ڏيندا
آهن، مگر قرآن ڪريم ۾ شرڪ جهڙي عظيم فتني کي ئي قتل کان اشد ڪونيو ۽ سڏيو
ويو آهي، اسين انهي فتنه عظيم جي نسبت لکڻ کان اڳ وري به موجوده پير صاحب
جن کي الله تعاليٰ ۽ رسول ڪريم جن جا لو ۽ سندن بزرگن ما لڪن جي صلاحيت، ۽
تقويٰ، خدا شناسي ۽ خدا پرستي ياد ڏياريون ٿا ته هو مفصل طرح هن خرابين
۽ بدعتن کان ٽيري ڏنگا ري پنهنجي لاڳاپي رکندڙ مريدن ۽ معتقدن کي تنبيه ۽
هدايت ڪن، تا ته هو اهڙن غير صحيح عقيدن ۽ قبيح عملن کان باز اچن ۽ امت مرحومه

اهڙو فتنو عظيم پيدا ڪري شعائرالله جي بيعزتي ۽ بي ادبي، انبياء ڪرام عليهم الصلواة والسلام جي توهين ۽ تحقير نه ڪن،

جيڪڏهن پير صاحب جن اسان جي هن نيڪ صلاح سان موافقت ڪئي ته پوءِ پنهنجي يارن جي صحيح ساڻ پنهنجن مريدن جي نالي مفصل "تنبيه نامو" شائع ڪرڻ فرمائين ته ملڪ مان هن فتني جي بيخ ڪني ٿي پوي. جيڪڏهن پير صاحب پاڻ اهڙي طرح ڪرڻ لاءِ تيار ناهن ۽ نٿا ڪرڻ گهرن ته پوءِ اسين احڪم الحاڪمين ذوالجلال والاڪرام جي قهر ۽ غضب کان ڊيڄاريون ٿا ۽ آگاهه ڪريون ٿا ته اهڙي گمراهي ۽ بدڪاري فتني ۽ فساد جو سارو ورزو ۽ وبال سندن گردن تي پئي رهندو: اِنَّ بَطْشَ رَبِّكَ لَشَدِيْدٌ ○ وما علينا الا البلاغ. هن "ڪلمه حق" جي چوڻ ۽ لکڻ جي ڪري جيڪڏهن اسان کي سب و شتم ڪيو ويو يا اسان تي خود ساختيون مذهبي تهمتون رکيون ويون ته اسين ڪتاب پاڪ جا نقش قدم "اُفَوِّضُ اَمْرِيْ اِلَى اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ بَصِيْرٌ بِالْعِبَادِ" جي سهاري معاملو مالڪ الملڪ احڪم الحاڪمين جي حوالي ڪنداسين والله ولي التوفيق.

## هن فتنه عظيم جي ابتدا

غلام مصطفيٰ شاهه بخاري ۽ عبدالله لکموي نالي ٻن شخصن کان ٿي ڏسجي ٿي پهرين شخص لواري واري بزرگ محمد زمان صاحب رحمة الله عليه جي تعريف ۾ هڪ اهڙو شعر (مسدس) لکيو آهي جو عبارت ۽ شعر جي لحاظ کري ته سڄو پاراٿو ۽ غلطين سان ڀريل آهي ۽ معني جي لحاظ کري به ناجائز مبالغي سان ڀريو پيو آهي، انهي بابت اسين اڳيئي هلي لکنداسين تڪفيري ته نه، نه خلاف شريعت ڪلما انهي شعر ۾ ڀريل آهن. انهي مسدس جو ٻي عبدالله لکوي شرح لکيو آهي جا عبارت جي لحاظ سان جهڙو متن غلطين جو مجموعو آهي تهڙو ئي شرح - خلاف شريعت ڪلمن ۽ ڪلام ۾ به ٻئي هڪ جهڙا آهن.

ٻئي عبدالله لکوي به غلام مصطفيٰ شاهه کي ڏسي سندس ۾ هڪڙو شعر (مسدس) ناهيو آهي جو غلام مصطفيٰ شاهه جي شعر کان ڪفريات ۽ شرڪيات ۾ صد پاڙو ڏيک آهي.

اسين هن بابت به اڳتي هلي لکنداسين.

**انهيءَ فتنهءِ عظيم جي تنظيم ۽ اشاعت** اهو فتنو ابتداءَ کان وٺي ڪجهه وقت تائين ته [illegible] قيد يا انهيءَ ۾ گهڻو جماعت لواري جي ڪن ٿورن مريدن جي دلين اندر محدود رهيو، پر پوءِ موجوده پير احمد زمان صاحب جي وقت ۾ سندس رضا ۽ خوشي بلڪ معلوم ٿو ٿئي ته سندس اشاره ۽ تائيد سان منظم طريقي تي انهيءَ فتني جي اشاعت شروع ٿي، جڏهن ته موجوده پير صاحب پنهنجي سلف صالحين جي مقرر ٿيل خلوت نشيني بلڪ بانشيني کي ترڪ ڪري ڪراچيءَ ۽ امرتسر (پنجاب) ۾ اقامت اختيار ڪئي آهي، ۽ وڏن جي وات وساري عامي ماڻهن وانگر ڏينهن رات ڳوٺ ڳوٺ ڪوچه گردي ڪندو رهيو آهي، تڏهن ته هن فتني عظيم کي رونق ڏيڻ لاءِ خاص طرح ڪوشش ڪرڻ ۾ آيل ڏسجي ٿي.

**پنهنجن وڏن تي صلوٰة پڙهائڻ** سنه ۱۳۲۲-۲۳ ۾ ڪراچي ۾ رهي موجوده پير صاحب پنهنجن وڏن تي صلوٰة پڙهائڻ جو فتنو پيدا ڪرايو جنهن جي تائيد لاءِ سنڌ جو مشهور غير مقلد فيض الڪريم ۽ ڪي ٻيا مولوي مقرر ڪيا ويا، جن ڪوشش ڪري پير صاحب ۽ سندن وڏن تي صلوٰة پڙهڻ کي جائز ثابت بنايو مگر علماءِ ڪرام ۽ خادمان دين غير نبي تي شعار طرح مستقل طور صلوٰة پڙهڻ کي ناجائز ثابت ڪيو، ڪمال عجب اهو جو بموجب مقوله "الٽا چور ڪوتوال کو ڈانٹے" حضور عليه الصلوٰة والسلام جي شان اقدس ۾ ايتري ته گستاخي ۽ صلوٰة سونهاري جي بحرمتي ڪرڻ هوندي به اهي مقرر ڪيل مولوي ان دين جي خادم علماءِ ڪرام کي وهابي بلڪ بي دين پيا سڏين، خير اهو ته اڄ ڪلهه عام دستور ٿي ويو آهي ته علماءِ سوءِ پنهنجي هوا و هوس ۽ پنهنجي نفساني غرض جي بچاءَ ۾ مقابلي ڪندڙن کي تهمت وهابي سڏي بدنام ڪندا ۽ انهيءَ طرح ٿي پاڻ کي عام ماڻهن وٽ ڍڪيل رکڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن.

**انبياءِ ڪرام جي توهين ڪرڻ** تنهن کانسواءِ پنهنجن وڏن تي صلوٰة پڙهائيندي

**۽ ٻين وڏن کي امام الرسل وغيره سڏائڻ.** پڙهائيندي نوبت من تا ۽ پهچايا نون ٻوجهي وڏي بزرگ محمد زمان صاحب رحمة الله عليه کي (جنهن صحيح نالي محمد زمان کي جهالت ۽ بي علمي سبب بگاڙي محمد الزمان ڇو بڻايو من تا) امام الرسل ۽ "سيد اولاد آدم" ۽ "مصطفيٰ" جهڙن لقبن سان سڏيندا رهيا جي لقب حضور خاتم الانبياء امام الرسل سيد اولاد آدم سرور هر دو عالم صلى الله عليه وسلم سان ئي مخصوص آهن.

**جل جلاله ۽ جل شانه چوائڻ** ان کان سواءِ ٻين وڏن تي صلوٰة چوائڻ سان گڏ جيڪو ڪي به ڪلما خاص ذات احديت خالق ڪون و مڪان جي اسم ذاتي لاءِ شعار طور استعمال ڪرڻ مخصوص آهن، يعني جلّ جلاله، جل شانه، جل سلطانه، اهي به ٻين انساني نالن تي شعار طور ڪم آڻيا ويا، يعني اڳي ئي رسول خدا ٻچي حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جي شان نبوت سان گستاخي ۽ بي ادبي ڪئي وئي ۽ اڳي ئي خدا ٻچي ذات احديت خالق ڪون و مڪان جل شانه جي ذات عالي صفات سان شرڪ ۽ مساوات جي جرأت ڪئي وئي.

**حلولي اعتقاد يعني مشرڪن وانگي خدا کي اوتار جي روپ ۾ مڃڻ وارو عقيدو** دهري مسلمانن جي صورت ۾ اسلام جي ڪنڌي موجوده پير صاحب جي وقت ۾ سنڌ مان جماعت من عقيدي جو اظهار به فخر ۽ بي پرواهي سان ڪرڻ لڳي آهي ته بزرگ محمد زمان رحمة الله عليه خدا جو اوتار آهي جهنجي روحي نالو الله ۽ جسمي نالو محمد الزمان آهي جنهن ڪري ئي سنڌ مان نالي تي جل جلاله ۽ جل شانه چيو وڃي ٿو، اهڙي طرح هو حضرت آدم عليه السلام ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم کي به خدا جو اوتار سمجهن ٿا جيئن هندو رام ۽ ڪرشن کي خدا جو اوتار چوندا ۽ سمجهندا آهن يعني جيئن هندن جو عقيدو آهي ته خدا رام ۽ ڪرشن جي روپ ۾ مجسم ٿي دنيا ۾ آيو هو تيئن هي گمراه جماعت آدم عليه السلام ۽ حضرت محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم ۽ بزرگ محمد زمان کي انساني جسم ۾ آيل خدا سمجهي ٿي.

**شعائر الله ۽ شعائر دين جي بيعزتي** ٻين وڏن تي صلوٰة پڙهائڻ ۽ انهن جي نالن

تي جل جلاله ۽ جل شانه چوائڻ، انهنکي امام الرسل شاهه انبياءِ ۽ سيدِ اولادِ آدم سڏائڻ
۽ ڪين انساني صورت ۽ جسماني جامي ۾ خدا سمجهڻ ڪان پوءِ اسلام جي مشهور رڪن حج جو
نقل ڪري جيڪي انبياءِ ڪرام جا آثار مقدسه اسلام ۾ يادگار طور مقرر ٿيل آهن جنکي
"شعائر الله" چيو وڃي ٿو انهن جي توهين به هن طرح شروع ڪئي وئي آهي جو لواري جي ڳوٺ
کي مڪو ۽ انجي ڀرسان هڪ ٻئي واهڻ کي مدينو، لواري جي هڪ کوهه کي چاهه زمزم ۽ هڪ
ميدان کي عرفات ۽ هڪ قبرستان کي جنت البقيع مقرر ڪري ٩ ذوالحج جي ڏينهن خطبو حج
جو وڏي ممبر تي چڙهي پڙهايو وڃي ٿو. ۽ لواري ۾ داخل ٿيڻ سان مڪه شريف وانگي
پاڻ کي امن وارو سمجهيو وڃي ٿو، انهي مڪاري واري ڪان واندي ٿيڻ بعد موجوده پير
صاحب پنهنجي زبان سان سڀني حاضرين کي حج جون مبارڪون ڏئي ٿو. ۽ پوءِ سڀئي حاضرين
هڪ ٻئي کي حج جون مبارڪون ڏيئي هڪ ٻئي کي حاجي سڏيندا آهن، اهو اهتمام ۽ انتظام
هو جو ميدان عرفات وانگي رکايو وڃي تو يعني جيئن ميدان عرفات ۾ حاجي خيما ۽ تنبو هڻائي
وڃي رهندا ۽ حاضر ٿيندا آهن تيئن هتي به هڪ ميدان ۾ جو پڙيون هڻائي حاجين جي
عرفاتي ڪيمپ نا هي وڃي ٿي ۽ جيئن عرفات جي ميدان ۾ خطيب حج جو خطبو پڙهندو آهي
تيئن هتي به هڪ ميدان يعني مصنوعي عرفات ۾ حج جو خطبو پڙهيو وڃي ٿو جنهن ۾ پيرن جي
تعريف ناجائز مبالغي سان ڪئي وڃي ٿي حالانڪ سواءِ اصلي ۽ حقيقي حج جي ڪا ٻي به حج جي
ڏينهن مسنون خطبو پڙهڻ بابت اسلامي شريعت ۾ حڪم ڪونهي، جيئن مڪه شريف ۾ داخل
ٿيڻ سان ماڻهو الله جي امن ۾ سمجهڻ جي بشارت آهي ڪما قال الله تعالى وَمَنْ دَخَلَهُ كَانَ
آمِنًا تيئن لواري ۾ داخل ٿيڻ سان به سمجهيو وڃي ٿو، جيئن حقيقي حج جي ادائي سان گناهن
جي بخشش جي اميد رکي سگهجي ٿي تيئن بلڪ تمر ڪان به وڌيڪ هن مصنوعي حج ڪرڻ سان
هن جماعت وارا پاڻکي يقيني طور بخشيل سمجهن ٿا.

**موجوده پير صاحب کي مالڪ الملڪ رزاق ۽**
**خلاق قادر ۽ قدير سڏڻ جي شروعات**

تا زوا ساکي هڪ شعر جو نقل
هيٺ آيو آهي جنهن ۾ موجوده

پيرکي استغفرالله مالک لولاک مالک الملک مالک الافلاک خلاق رزاق بلڪ جو قادر
قدير آهي صفات جمالي ۽ جلالي سان موصوف ڪيو ويو آهي، اسين ان شعر جو نقل اڳتي
هلي ڏيندا سين.

اسان مٿين ڳالهين بدنداءِ مدت کان وٺي آيا سين ۽ مگر شرعي تحقيق ڪرڻ ۽
پايهٔ ثبوت کي پهچائڻ لاءِ منتظر ۽ ترسيل هوا سين، مٿين ڳالهه اهڙيون نه آهن جنکي
ڏسي ۽ ٻڌي ڪو به اسلامي غيرت ۽ ايماني حرارت رکندڙ مسلمان صبر ڪري سگهي،

معلوم ٿيو ته سيرةً وصورةً عقيدةً وعملاً صريح ڪافر هجڻ کان اسلام ۽ مسلمانن
لاءِ وڌيڪ نقصانڪار آهي مسلمان آهن جي نالي ۽ صورت ۾ ته مسلمان سڏائين ۽ ڏيکارين
مگر حقيقت ۾ ڪفر ۾ ورهيه ڪفر ٻوڙ رهن ٿا. اسين هيٺ هلي مٿي ذڪر ڪيل سڀني ڳالهين
بابت هجي تحقيق موجب هٿ ڪيل ثابتيون جو ذڪر ڪري سنڌ ۽ هند بلڪ ماوراءالهند جي عابد
واڪابر اسلام علماءِ وصلحاءِ امت کي گذارش ڪندا سين ته هن جهل مرکب جي فتنه عظيم کي
پاڙ ڏون پٽڻ لاءِ حتى المقدور نهايت جلدي سان جهاد شروع ڪن نه ته هي شيطاني وسوسن
جو سيلاب اجاب گهڻو وڌ ڏک مومنن جي دولت ايمان کي ضايع ڪرڻ ۽ متاع دين کي لٽڻ لاءِ
وڌندو رهندو، اهوئي نمونو شروع ۾ مرزا قادياني شروع ڪيو، ڪراچي ... پهريائين هڪ
اسلامي مناظر ۽ مبلغ جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ لڳو، پوءِ مجدد سڏائڻ لڳو پوءِ عيسى عليه السلام ۽
مهدي موعود ٿيو نا بين، تنهن بعد ظلي ۽ بروزي نبي جو ليبل پوءِ نبي حقيقي ۽ افضل
الانبياء وغيره سڏائڻ جي جرأت ڪيائين، هتي کان پوءِ حلولي خدا ۽ ڪرشن سڏائڻ کان
ڪين گهٽ ... هن پنهنجي صلوة پڙهائي قاديان ۾ جنت البقيع جو نقل ڪري بهشتي مقبرو ۽
سالانه حج ۽ ٻيا نقلي شعائر به پاڪوايا، نتيجو اهو نڪتو جو مسلمانن ۾ هڪ مستقل فتنو قائم ٿي
ويو، مرزا قادياني جيڪا درحقيقت فتنه آرائي ڪئي آهي ان جا نمونا هاڻي لڙڪيءَ
فتنه آرائي ٿي رهي آهي، الله تعالى اسلام ۽ مسلمانن کي شال هن اسلام عقائد جي برباديءَ جي
مصيبت کان محفوظ رکي آمين.

## مٿين ڳالهين بابت ثابتين جو ذڪر

مٿين ڳالهين بابت گهڻيون ئي ثابتيون ته خود جماعت وارن جا ڇاپايل رسالا ۽ ڇپيل شعر آهن جن کان ڪوبہ انڪار ڪري ڪين ٿو سگهي، انهن رسالن ۾ شعرن ۾ جيڪي شرڪيات ۽ ڪفريات ٻڌل آهن سي هيٺ ڄاڻائيندا سين. ٻيون ثابتيون آهن واسطيدار ۽ غير واسطيدار معتبر شاهدن جون اکين ڏٺيون ۽ ڪنن ٻڌيون. شاهدين ۾ اسان نهايت احتياط سان عيني شاهدن کان هر هڪ ڳالهه بابت تحقيق ڪئي آهي ته انهن کي معلوم ٿي آهي جن اسان مٿي لکيو آهي. هن سال ڪيترائي معتبر مسلمان خاص انهن لاءِ لواري ويا هوا ته ڏسجي ته اکين سان حقيقت حال ڏسن ۽ جاچين. انهن اسان وٽ پوري وثوق ۽ اعتماد سان جيڪو اظهار ڪيو سو انهن ئي آهي جن اسان مٿي ڄاڻايو آهي، پر مولوي دين محمد صاحب وفائي جو خاص پير صاحب جي ئي دعوت تي هيل انهي موقعي تي لواري ويل هو، تن جيڪو بيان ڇپجي رسالي توحيد ماه ذوالحج سنه ١٣٥٢ھ جي صفحه ٣١-٣٢ ۾ ڪيو آهي، تن مان ضروري ٽڪرو هي آهي "اڳي ته قلعه جي دروازي سان لڳ نيون جهوپڙيون لڳايل هيون جيڪي سجاده نشين بزرگ جي ڪئمپ هوندي ۽ پرين پاسي کان عام زيارتين ۽ پانڌيئڙن لاءِ جهوپڙيون هيون جنکي پير صاحب جي ڪئمپ کان هڪ نئين بنديءَ الڳ ڪيو ويو هو. قلعه جي دروازي جي هڪ کليل ميدان ۾ هڪ وڏو ممبر ڪيل هو جنهن تي حج جو خطبو پڙهيو ويو هو، ڪوٽ جي ديوارن تي به وڏا بورڊ لڳل نظر آيا هڪ تي لکيل هو "خطبو حج جو ٣ بجي ادا ٿيندو" ٻئي تي لکيل هو حج جو ڏينهن ۽ ١٠ تاريخ عيد نماز تائين ترسي پوءِ وڃو ۽ برڪت حاصل ڪريو ليا محمد اهڙا لفظ هوا) مونکي هينئر معلوم ٿيو ته خطبو مولوي ظهور الحسن درس ڪراچي واري پڙهيو آهي، ان کان پوءِ مولوي ظهور الحسن سان ملاقات ٿي جنهن هن خطبي جي حقيقت پڇڻ جي جواب ۾ هڪ ڇپيل ڪتاب پيش ڪيو جنهن جو نالو هو خطبات رضويه جي ڪنهن بريلوي عالم جا لکيل هوا، مولوي درس هڪ خطبو ڏيکاريو ته مان هي پڙهيو آهي ۽ اهو خطبو ذوالحجه جي عيد جو هو پر نه ڏيکي مولوي درس مان هي به معلوم ٿيو ته ٻيو به خطبو سنڌي زبان ۾ مسٽر فضل احمد لبراني

بوٽ هائوس ڪراچي جي مالڪ پڙهيو هو. مون کي اڳ ۾ ئي حقيقت معلوم هئي ته فضل احمد
پنهنجي پيرن جي تعريف ۾ سرزمين لواري جي مدح ۾ قصيدا پڙهيا هوندا، ۽ اهي قصيدا
سنڌي ۾ ڏنل آهن جن ۾ بي حد مبالغو ۽ بي حد وڌاءُ سان تعريف ڪيل آهي جنهن جي پڙهڻ کان
هڪ موحد ۽ مضبوط ايمان واري مؤمن جي دل ڏکي ٿيندي آهي، انهي سلسلي ۾ مون کي
درگاهه لواري جي وڏي پير صاحب مرحوم ۽ سلسلي جي باني جي مقبري تي وڃڻ جو به اتفاق
ٿيو جو اهي قلعي جي اندران هڪ گنبذ ۾ آهي، منهنجي وڃڻ وقت گنبذ جو دروازو بند هو، ڪيترا
ماڻهو گنبذ جي دروازي ڏي دوزانو ادب سان اوڏهن منهن ڪيون ويٺا هئا ۽ ڏٺم
ته ڪيترين عورتن قبي جي دروازي جي چائٺ کي سجدي جي حالت ۾ ٿي سر جهڪائي چمي
رهيون هيون، هڪ فقير جو اتي بيٺل هو سو اها خدمت بجا آڻي رهيو هو ته چائٺ چمڻ
کي جي ته جلدي جلدي مٿو کڻو ته پيا اهي عبادت ۾ مشغول ٿين، مون سان جو ميان
فضل احمد سائين هو تنهن به اهڙي پير بيٺي بيٺي دروازي کي چمي ڏني ۽ پوءِ مون کان پڇيو ته منهنجو
عقيدو ته اهين جو ئي ٿو. مان هر وقت تي جواب ڏنو ته عبادت ۽ ثواب جي ارادي سان چمي ڏيڻ
محبت الله سان مخصوص آهي ٻين کي هن ۾ هنئن ڪرڻ گناهه بلڪ منهنجي عقيدي موجب شرڪ
آهي، درگاهه واري قبي جي الهندي طرف کان هڪ عاليشان مسجد آهي جنهن جو هڪ بلند مينا
ڪيترن ميلن کان ڏورا هين پنڌ تان نظر ايندو آهي، مسجد ۾ بند پيل هئي، جيڪو ته
مسجد جو گنبذ ڦاٽي پيو آهي، امڪان آهي ته ڪنهن وقت ڪري پئي تنهنڪري بند ڪئي وئي آهي
ته متان ويندڙ ماڻهو ڪنهن وقت ڪا حادثي جو شڪار نه ٿي پون، اهي ۽ جيڪو ته
ماڻهو نماز مقبري واري روضي جي سامهون ٿي پڙهندا آهن (جيئن هالا ۾ درگاهه مخدوم نوح
عليه الرحمة تي آهي) درگاهه جي هڪ مخلص معتقد کي جو مون کي جايون ڏيکاري سمجهائي رهيو
تنهن کي مان صاف طرح چيو ته قبر کي سامهون ٿي ڪري نماز پڙهڻ شرعاً بالڪل ناجائز آهي
۽ منع آهي ته ان تي بندش وڌي وڃي، مسجد جي وڏي دروازي جي سامهون هڪ عظيم الشان
ڪتبخاني جي عمارت هئي جنهن جي ڏسڻ جي دل کان وڌي آرزو هئي مگر باهرين حسرت ڀري

ديدار کان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيو.

اسان جڏهن اهو سير ڪري قلعي جي دروازي تي واپس آياسون ته منهنجي هڪ دوست مذاقيه انداز ۾ فرمايو ته آبِ زمزم پيندا هلو، مونکي اڄ هئي پاڻي پيئڻو هو ۽ لڳ هڪ ڪوهه به ڏيکاريو ويو جنهنکي آب زمزم چيو ويو ٿي، مگر مونکي تحقيق طرح پتو نه پيو ته ماڻهو عقيدت ۽ ايمانداري سان ان کي آب زمزم چوندا هئا، يا فقط زباني طور آهي، مگر ماڻهن جون هڪ ٻيءَ کي حج مبارڪون ڏيندي مان ڪن سان ٻڌيون، طواف يا احرام جي حالت ۾ ڪنهن کي ڪونه ڏٺم، مرد عورتون جهجهي انداز ۾ آيل هوا. جن مان ڪي پردي وارا ته ڪي بي پردي هوا جيئن سنڌ ۾ رسم آهي، مگر مونکي پڇيا ترعيانا مُن هي معلوم نه ٿي سگهيو ته حج جو خطبو پڙهيو ويو ٿو، ۽ حج مبارڪون جو ڏينهن وڃن ٿيون ۽ ۹ ذوالحج جو ڏينهن ميله يا اجتماع لاءِ جو مخصوص ۽ مقرر ڪيو ويو آهي، هي آهي اصل حقيقت جا مون اکين سان ڏٺي، جنهن جي ظاهر ڪرڻ کان مونکي دنيا جي ڪا به طاقت روڪي نٿي سگهي جو ته سڀ ڪنهن انسان کي پنهنجي پالڻهار سان ڪم پوڻو آهي جنهن جي شاهدي بابت قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته :-

| | |
|---|---|
| يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ بِالْقِسْطِ شُهَدَآءَ لِلّٰهِ وَلَوْ عَلٰٓى اَنْفُسِكُمْ اَوِ الْوَالِدَيْنِ وَالْاَقْرَبِيْنَ ۚ | اي ايمان وارا! انصاف تي پوري مضبوطيءَ سان قائم رهي الله ڪارڻ (سچا) شاهد بڻجو ۽ (اها شاهدي) اگرچه اوهان جي جندن يا پيءُ، ماءُ تي ۽ ويجهن مائٽن تي هجي (النساء) |

مولوي دين محمد صاحب وفائي احوال لکندي جيڪي پنهنجي طرفان ريمارڪ ڏنا آهن تنکي نظرانداز ڪرڻ بعد سندس بيان مان هيٺيون ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون ته (۱) هڪ کليل ميدان ۾ حج جي خطبه لاءِ مقرر ڪيو ويو ته جنهن ۾ هڪ وڏو ممبر رکيو ويو ٿو (۲) حج جو خطبو انهي ميدان ۾ انهي ممبر تي چڙهي، حاضرين کي ٻڌايو ويو ٿو (۳) خطبو ٻن قسمن جو پڙهيو ويو ٿو هڪ عيد وارو خطبو قبل از وقت ٻيو پير صاحب جي تعريف ۾ (۴) جيڪو پير صاحبن جي تعريف ۾ خطبو پڙهيو ويو ٿو سو اهڙو ناجائز مبالغي سان ڀريل آهي جو انجي ٻڌڻ سان ٿجي

ايا ن وارن جي دل ۾ ڏکي وڃي ٿي، اهو نا جائز مبالغو وارو خطبو ميان فضل احمد ليبرٽي
بوٽ هائوس ڪراچي واري پڙهيو (٥) ماڻهو گنبد جي دروازي ۾ ڦاهي منهن ڪري
دوزانو (يعني جيئن نماز جي التحيات پڙهبي آهي تيئن) ادب سان ويٺا هوا (٦) مورتي
ٿيڻ جي چاشت کي سجدا ڪري رهيا هئا (٧) پير صاحب جو هڪڙو فقير ماڻهن کي چپ
رهڻ جو ته جلدي جلدي مٿو ڪنو (سجدي مان) ته پيا ماڻهو اها عبادت ڪن (٨) انهي مقبري
واري روضي جي سامهون منهن ڪري نماز پڙهندا آهن (٩) هڪڙي کوه کي آب زمزم جو
کوه سڏيو وڃي ٿو (١٠) ماڻهن هڪ ٻيءَ کي ڄ جيئن مارڪون پيئي ڏنيون ؛

اهي ڏهه ڳالهيون ته پير صاحب جي مهمان ۽ مسٽر فضل احمد خطيب جي لواري جي رفيق مولوي ميان
دين محمد صاحب وفائي جي چشمديد گواهي مان ئي ثابت ٿيون ٿيون، ڪاسواءِ هڪ ٻيو ثقو
گواهه آهي جيڪي سان ڏسي آيو آهي ۽ اسان جي ونيو بيان ڪيو آهي جن تي اسان کي پورو
اعتماد آهي. اُن اهي ڏهه ڳالهيون مولوي دين محمد صاحب وفائي وارين ته بيان ڪيون، پر ٻيون
هي بيان ڪيائين ته (١١) پير جا مريد پير کي مالڪ ۽ ڏڻي سڏي رهيا هوا (١٢) موجوده پير
صاحب جي تعريف ۾ هڪڙو شعر پڙهيو ويو جنهن کي هو غير مڪمل حصو انهيءَ ڪري هت اچي ٿو
جو هن ريت آهي :-

| | | | |
|---|---|---|---|
| مثل محمد الزمان | شڪل محمد الزمان | فخر محمد الزمان | افعاله افعاله |
| قسم آهي ربباڪ جو | مالڪ آهي لولاڪ جو | مالڪ ملڪ افلاڪ جو | سلطان احمد الزمان |
| مالڪ آهي سڀ ملڪ جو | خالق آهي سڀ خلق جو | رزاق ڏيندڙ رزق جو | سلطان احمد الزمان |
| آهي پير آهي پير | بيچون آهي بي نظير | خلاق آهي قادر قدير | سلطان احمد الزمان |

استغفرالله استغفرالله !! ڪيترا آهي اهو مسلمان جو هي مٿيون ناپاڪ ڪلام
خرافات ٻڌي ۽ سڌو مضمون غيرتون ٻڌي سهي سگهي (١٣) اسان کي اهو ثقو ۽ معتبر
راوي جو ٻڌو ته گنبد جي دامن کي هڪڙو غلاف ويڙهيل هو جنهن تي سلطان الاولياء
جل جلاله جل شانه جل سلطانه اهي جملا تمام ڳاڙها لکيل هوا (١٤) ساڳيو راوي روايت ڪري ٿو

ته برابر عام طرح لواري جي شهر کي مڪي ۽ مرحوم پير محمد اشرف صاحب واري واهڙ کي مدينو
۽ هڪ ميدان کي عرفات سڏيو ويندو هو (١٥) وڌيڪ اهو معتمد عليه راوي چوي ٿو ته
ڪيئن چڱي طرح معلوم ٿيو ته پير جي مريدن انهي مصنوعي حج کي حقيقي حج جي برابر سمجهيو ۽ ف
في الواقع حاجي ۽ مبارڪباد جو مستحق سمجهيو ٿي بلڪ ڪن ته هن نقلي حج کي اصلي حج کان به
وڌيڪ ڄاتو ٿي ۽ هن ڪيترائي اهڙا خطبا اکين سان ڏٺا اهڙن مريدن جا جن حقيقي
حج اصل ڪونه ڪيو آهي مگر تن هوندي به انهي مصنوعي حج سبب هو هڪ ٻئي کي خطن ۾
حاجي لکندا آهن (١٦) هن چشمديد ۽ گوش شنيد روايت ڪئي ته مولوي ظهور الحسن جيڪو
خطو پڙهيو تنهن ۾ به سلطان الاولياء جي تعريف ۽ لواري شهر جي ثنا و صفت هئي (١٧) اهو
ثقو راوي چوي ٿو ته مون پير صاحب جي خاص مريدن جي خاص مجلس ۾ بار بار ها اهڙي عجو نر
ساگفتا بحث ۽ خيالات ٻڌا جن مان صريح معلوم ٿيو ٿي ته هنن جو اهو عقيدو آهي ته لواري
حقيقي طرح مڪي ۽ مدينه کان افضل آهي، هن اڪثر چيو ٿي ته مڪي ۽ مدينه ۾ جيڪي
حقيقتون هيون سي سڀ منتقل ٿي لواري ۾ اچي گڏ ٿيون آهن ۽ مڪه مدينه ۾ نقليتيون
وڃي رهيون آهن (١٨) ساڳيو راوي چوي ٿو ته پير جا مريد عام طرح انهي مصنوعي زمزم
جي پاڻي بوتلون ڀرائي گهوٽ تبرڪ طور کڻي ويندا آهن (١٩) هڪڙي بدعت کي هن جماعت لعني
لاءِ مذهبي نشان مقرر ڪيو آهي جنهن نشان جي ڪري هو ٻين مسلمانن يعني محمد عربي صلى الله
عليه وسلم جي امتين کان جدا ڏسڻ ۽ سڃاڻڻ ۾ اچن، اها بدعت هي آهي جو لواري جا پيچار
پنهنجي مسجدن ۽ اوطاقن ۽ گهرن ۾ هڪڙو جهنڊو وڪوڙي ڇڏين ٿا جنهن کي "لواءِ ڪل" چون ٿا
انهي لواءِ ڪل جي وڏي تعظيم ۽ ادب ڪندا آهن. (٢٠) انهي ثقه راوي پاڻ سان هڪ
دفتري جي ننڍي تختي به آندي آهي جنهن تي سونهري ڪوڙي پني چڙهيل آهي انهي ۾ "لواءِ
ڪل" جو لفظ ۽ "لواري شريف جو مبارڪ" لکيل آهي، انهي تختي کي اهي مريد بطور تبرڪ
جيبن ۾ دين ايمان جي نشاني ۽ لواءِ ڪل ۽ حج جو يادگار سمجهي ۽ انهي کي چمي ۽ اکين تي رکن ٿا
(٢١) اها گمراه جماعت ۽ موجوده پير صاحب "لفظ ڪل" کي اهڙو ته مقدس ۽ پاڪ ڄاڻن ٿا جو لعني خا

ڪاغذن ۽ اشتهارن ۾ بسم الله جي بجاءِ فقط لفظ "ڪُل" مذهبي نشان طور لکن ٿا جيئن
هندو لفظ "اوم" لکندا آهن جيئن ته هن سال پير صاحب جي صحيح ساڻ جيڪو اشتهار لڳايو
هئي جنهن ۾ ان اچڻ جي ترغيب لاءِ ڇپايو ويو آهي انهيءَ تي لفظ "ڪُل" جو ئي نمايان ڪري سندن خاص
هنجي مذهبي نشان طور لڳايو ويو آهي ۽ بسم الله کي عددن جي رنگ ۾ رکيو اٿن،
(٢٢) ساڳيو ئي ثقه راوي ۽ ٻيا معتبر راوي چون ٿا ته اهي ۽ اهڙا ڪفريا ني شعر خود پير صاحب جي
روبرو پڙهيا وڃن ٿا بلڪ اڪثر پير صاحب پاڻ انهن ڪفريا ني شعرن پڙهڻ جو حڪم ڪندو، ۽
ٻڌي بلڪل خوش ٿيندو آهي ۞
مسلمان کي معلوم هجڻ گهرجي ته لواري واري جماعت اسلام جي پردي ۾ فقط ڇا ڇا جي متعلق
ضمن جي نقل ڪرڻ سان دين پاڪ سان چٿرٻازي ڪاند ڪري بلڪ ڪان سواءِ ٻيون
خرابيون جيڪي مٿي بيان ڪري آيا آهيون جنجيون ثابتيون هن گمراه جماعت جي لکيل رسالن
مان اجهو هاڻي ڏيندا اسين سي بکي تو ري ۽ اهڙيون ڪيفن جن تي چشم پوشي ڪري
سگهجي " تن همه داغ داغ شد پنبه ڪجا ڪجا نهيم "
پر اسان کي فقط هن نمونه ڇا تي ئي اثر روئي شريعت محمدي علي صاحبها الصلوٰة والسلام سخت اعتراض
آهي جو نه جيڪي هن ڪن ٻين اوليائن سوهارن تي ميلن لڳائڻ جي بدعت ڪئي وڃي ٿي ۽
انکي عرف عام ۾ ڇج جيو وڃي ٿو ته انهن جو حڪم هڪڙي بدعت سيئه جو آهي، انهن
ميلن ۾ جاهل مسلمان اصلي ۽ حقيقي ڇج وانگي خطبه خواني ڪري هڪ ٻئي کي حاجي سمجهي
مبارڪون ڪيون ٿا ڏين، نکي انهن ڳوٺن ۽ شهرن کي مڪو ۽ مدينو سڏين ٿا، نکي ڪنهن
کوه کي چاه زمزم سڏي انهن جي پاڻي پيڻ کي زمزم جهڙو متبرڪ سمجهيو وڃي ٿو، نکي
ڪنهن ميدان کي عرفات سمجهو وڃي ٿو، نکي اوليائن سوهارن جي نالن پويان جل شانه
۽ جل جلاله چيو وڃي ٿو ۞
مگر هتي نه اسلام جي هڪ اجماعي ۽ عالمگير رڪن عظيم جو مقابلو ڪريو آهي مصنوعي ڇج کي ايڏي ته
اهميت ڏني وڃي ٿي جو ماڻهون اسلامي ڇج کان رهجي انهي طرف گمراه ٿي ڇڪبا رهن ٿا انا لله

وانا اليه راجعون، هي ٻڌو نو بلڪل ابرهه وارو آهي جنهن ڪعبة الله زادها الله شرفاً وتعظيماً جو مقابلو ڪري پنهنجي گوٺ ۾ هڪ مصنوعي ڪعبو بنايو ۽ حقيقي ڪعبة الله تي هاٿين سان چڙهائي ڪئي هوئي جنهن مردود کي نيٺ الله تعاليٰ ابابيل جهڙن ضعيف جانورن هٿان نيست ونابود ڪرايو هو ڪما قال الله تعاليٰ الم تر كيف فعل ربك باصحاب الفيل ۔ الم يجعل كيدهم في تضليل وارسل عليهم طيرا ابابيل ترميهم بحجارة من سجيل ۔ فجعلهم كعصف ماكول ۔ ترجمو:۔ ڇا اوهان کي معلوم نه آهي ته اوهان جي رب هاٿين وارن سان ڇا ڪيو؟ ڇا سندن مڪر کي باطل نه ڪيائين؟ ۽ مٿن اهڙا پکين جا ولر جا ولر موڪليائين جن کين سخت پٿرن سان سنگسار ڪري پائمال ٿيل ٻهه جهڙو ڪري ڇڏيو.

پڻ انهي قبرستان ۾ جنهن کي جنت البقيع سڏيو ويو سمجهو ويو ٿو، پير صاحب جا مريد دور دراز مسافرن تان ميت جا جنازا آڻي وڃي دفن ڪندا آهن ته خود ڪراچي جي خاص مريدن جا مثال ان جا ثبوت جيئن موجود آهن. هي دين جي اهڙي بي ادبي آهي جو شيعه وسنّا ۽ جنهن سان گڏ ٻاهر جو آهي. ڪما قال الله تعاليٰ الذين اتخذوا دينهم لهوا ولعبا. ترجمو:۔ جن ڪافرن اوهان جي دين کي راند ۽ چرچو ڪري بنايو آهي (ته ڪي ان مان درست ڪري نه سمجهو)

اسين هاڻي مصداق "نقل ڪفر ڪفر نباشد" هن گمراه جماعت جي سرمايهٔ ضلالت يعني ڇاپايل لٽريچر مان مٿي ذڪر ڪيل ڪفريات ۽ شرڪيات کي نقل ڪري ثبوت پيش ڪريون ٿا ته عام خاص مسلمانن جي ڌيان تي آڻيون ته هو هن گمراه جماعت جي گمراهي کان پاڻ بچائين ۽ پنهنجي ٻارن عوام ۽ ساده لوح مسلمانن کي هن گمراهي جي فتني ۾ ڦاسڻ کان سنڀالين ۽ رب ڪريم ڪان دعا گهرون ته الله تعاليٰ هن شر عظيم ۽ فتنه ڪبير کي اسلام ۽ مسلمانن مان دفع ۽ رفع فرمائي. آمين "وما ذلك على الله بعزيز" ۔ هن گمراه جماعت جو ڊيربه حيدري پريس ڪراچي ۾ ڇپايل ڇپايل رسالو "شرح قصيده متبرڪه در شان حضرت سلطان الاولياء" آهي جنهن تي سن لکيل ڪونهي. هي هڪ مسدس آهي نه قصيدو ڇو جو انهي رسالي جي صفحه ٣ ۾ ان کي مسدس ڪري لکيو ويو آهي. پر جاهل ڇا ڄاڻن ته مسدس ۽ قصيدي جو فرق؟ انهن وٽ ٻڌ ۽ ٻڌ سڀ هڪ ڪار آهي، اهو ڪفريات سان ڀريل قصيدو

(مسدس) غلام مصطفیٰ شاه بخاري جو ٺهيل چيو وڃي ٿو، اڪثر اهوئي قصيدو (مسدس)
هن جماعت جو ورد زبان آهي جنهن هن جماعت کي گمراهه ڪيو آهي ۽ اهوئي قصيدو (مسدس) آهي
جو مصنف جي حج تي موقعه تي پيش ڪيو ويو ٿو ۽ انجو شرح عبدالله لکهوي نالي ڪنهن شخص لکيو آهي
جنهن ۾ لکيل ٿو ته هي قصيدو تحفه نقشبنديه جي صفحه ١٠ کان ١٢ تائين درج ٿيل آهن، ١ هي
قصيده جي شان اهي رسالي جي صفحه (١٤) ۾ هن طرح عبارت لکيل آهي شرح مسدس منظوم در شان
مظهرالله سلطان الاولياء ختم الولايت عليه الصلوٰة والسلام" مسلمان هن لفظن کي ڏسي ته ڪيئن
بزرگ محمد زمان رحمة الله عليه کي مظهرالله يعني پنهنجي خيال موجب الله جو اوتار سڏي مٿس
عليه الصلوٰة والسلام جو جملو لکيو ويو آهي.
اهي بزرگ تي هي پڻ ته مظهرالله لکي صلوٰة شريف لکي وئي، سپر بالآخر جل جلاله ۽ جل شانه جهڙيءَ
لکيو وڃي ٿو، جيئن ته هيڪ اهو قصيدو سڀوئي واهيات خرافات سان ڀريل آهي پر شعر نمبر ٥ ۾ هي
مصرعه لکيل آهي "در لواري تو نوشته شاه نبيان آمده" هن مصرعه ۾ بزرگ محمد زمان صاحب کي نبين جو
بادشاه سڏيو ويو آهي، وري شعر نمبر ١٠ ۾ هي مصرعه ڏسو "واي امام الرسل مظهر مصطفیٰ تاج شهان"
هن جي شرح صفحه ٢٣ ۾ انهي مصرعه جو ترجمو هن طرح لکيل آهي "اے رسولون کا امام تم پسند کیا ہوا اللہ کا
مظہر اور بادشاہوں کا تاج ہو" جنهن جو سنڌي ترجمو هن طرح آهي "اي رسولن جا امام تون پسند ڪيل
الله جو اوتار ۽ بادشاهن جو تاج آهين، اڳتي وري شعر ١١ ۾ هي مصرعه آهي "سيد اولاد آدم
سيد الرسل جان" جنهن جو صاف معنيٰ هي آهي ته بزرگ محمد زمان صاحب اولاد آدم جو سردار
سڀني انسان ۽ جن جو سردار آهي، هن پنهنجي مصرعن جو مطلب صاف آهي پر ٻيو ڀيرو ته ٿو سگهي ته
بزرگ محمد زمان سڀني رسولن نوحؑ، موسیٰؑ، عيسیٰ عليهم السلام ۽ حضرت محمد مصطفیٰ صلعم
وڌن رسولن جو به سردار آهي، ۽ ذات بني بشر جو به سردار آهي جنهن ۾ نبي ۽ غير نبي سڀ اچي
ما لانک اهي لقب ۽ پاڪ صفتون فقط حضور پرنور خاتم الانبياء حضرت محمد مصطفیٰ صلی الله عليه
وسلم جون ئي آهن.
اڳتي هلي (١٨) شعر جي پهرين مصرعه ۾ بزرگ محمد زمان صاحب تي هن طرح صلوٰة پڙهي

قصيدي جي قائل بيچ يعني ناليواري صفحه تي هي الفاظ لکيل آهن شرح قصيده متبرکه در شان حضرت ملک [illegible] انبياء صلی الله عليه وسلم ۽ سا گي

ويٺي آهي "از خدا نازل شود بر تو صلوٰة و مرحبا" يعني خدا جي طرفان تو تي صلوٰة نازل ٿئي ٿي،
۽ وري شعر ۳۳ ۾ هن طرح آهي "مالک ملک نبوت هم ولايت آمده ٭ در جهان اي نور ذاتي مجسم آمده"
يعني بزرگ محمد زمان نبوت ۽ ولايت جي ملڪ جو مالڪ يعني نبي ۽ ولي ٿي آيو جهان ۾ ۽ هو
ذاتي نور يعني خود خدا جسم وٺي اوتار جي صورت ۾ ٿي آيو" پڇاڙي ۾ شعر نمبر ۳۱-۳۲ ۾ چوي
ٿو جنهن وقت قيامت جي ڏينهن وڏ پڪڙ ٿيندي ۽ ڪي خوش ۽ ڪي ناخوش هوندا تنهن
وقت سڀ نبي ۽ ولي اي محمد زمان! تنهنجي منهن ۾ پيا نهاريندا ۽ تنهنجي ديدار ۾ محو هوندا
پيا نبي ولي ته مرتبي ۾ ڪاٿي ڪش ٻه هن" حضور جن عليه الصلوٰة والسلام به هن جاهل شاعر جي
قول مطابق بزرگ محمد زمان جي منهن ڏي نهاريندا ۽ ان جي ديدار ۾ محو هوندا ۽ بزرگ
محمد زمان قيامت جي ڏينهن سڀني نبين ولين کان وڌيڪ نبي آخر الزمان عليه الصلوٰة والسلام
کان به مرتبي ۾ بلند ۽ بالا هوندا "استغفر الله استغفر الله" اهڙي قصيدي کان سواءِ ٻيو هڪ
"مسدس" به سنڌي زبان ۾ غلام مصطفيٰ شاه بخاري جي رهڻ ۾ عبد الله لکوي نالي ڪنهن شخص
لکيو آهي، جنهن ته هيڪاري حد ڪري ڇڏي آهي، هن احمق پنهنجي عقائد باطله موجب هڪ قسم جو "نور نامو"
لکيو آهي، اهو مسدس نالي "بيان مظهر نور الله تعاليٰ منظوم" سيد حيدري پريس ڪراچي مان ڇپايل
آهي جنهن ۾ به سن وغيره لکيل ڪونهي، بيان مظهر نور الله تعاليٰ جي معنيٰ آهي هن جي خيال مطابق الله جي اوتار
جو بيان "اهڙيءَ رسالي جي صفحه ٽين جي سٽ ڏهين ۽ صفحه چوٿين جي سٽ پهرين ۾ بيت هن طرح آهي-
"ان جي قدرت سان اول آدم سندو قالب بڻيو ٭ روح ربحوان ۾ آيو ان ڪري اشرف ٿيو ٭
ان کان سيد نا ٿيو سلطان ۽ سڀ جو امام" يعني آدم کان پوءِ يڪدم بزرگ محمد زمان سڀ
جو سلطان ۽ امام ٿيو، حضور پر نور محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم به استغفر الله اهڙي وقت هن
جاهل جي عقيدي مطابق ليکي ۾ ئي ڪين هوا، وري صفحه پنجين جي سٽ پهرين ۾ بيت هن طرح آهي-
نور حق جو آئيو آدم ۾ صفتن سين سان ٭ روح ٿيو الله نالو جسمي آدم ٿيو عيان ٭
يعني آدم حقيقت ۾ الله هو، وري ساڳي صفحه جي سٽ ۷ هن طرح آهي "ان طرح الله پردي
۾ هن جڳ آيو" يعني آدم جي پردي ۾ خود الله هن جهان ۾ آيو- وري صفحه ۵ جي سٽ ۳ ۾

هن طرح آهي "نور ذاتي جو ٿيو حامل محمد مصطفىٰ ؛ سڀ سندس ساجد ٿيا عالم زمين افلاڪ جا"
يعني تنهن ڪانپوءِ خدا تعاليٰ محمد مصطفىٰ جي صورت ۾ ٿي آيو جنهن ڪري زمين ۽ آسمان محمد مصطفىٰ
کي سجدا ڪيا، وري صفحه ١٠ جي سٽ ٢ ڏسو ڪيئن ٿو ته "اسم رحي ٿيو سندس الله احمد جيو نام"
يعني حضرت نبي آخر الزمان احمد مجتبىٰ محمد مصطفىٰ صلي الله عليه وسلم جسماني طرح ته احمد هوا
پر حقيقت ۾ الله هوا، وري صفحه ١١ جي سٽ ٨ هن طرح لکيل آهي "منهن گهٽ محبوب هڪ سو ٿو
اچي سڀڪنهن جي هنج" يعني الله گهٽ ۾ وڌ ۾ ٿي دنيا ۾ اچي ٿو، اڳتي هلي صفحه ١٢ ۾ جي چار
مصراعون لکيل ڏسو" سير ٿيو ٿيو نور ذاتي جو سڀ ڪوري سند مان ؛ ثاني محمد الزمان
جي سان سڏوري سند مان ؛ محمد عالي ٿيو لواري جو سموري سند مان ؛ عالم ارض
وسما ڪيس ٿيو سجده و سلام" يعني تنهن عمر ۾ خدا تعاليٰ بزرگ محمد زمان (اسين محمد الزمان
ثاني لکون جو نون وڏائي لک جاهل جو ڪم آهي) جي روپ ۽ صورت ۾ ٿي لواري ۾ اچي سهڙيو،
انهي ڪري بزرگ محمد زمان کي زمين ۽ آسمان وارن سجدو ڪيو، اڳتي صفحه ١٣ جي سٽ ١ ۽ ٢
۾ لکي ٿو "روح ٿي جو آيو مظهر محمد الزمان ؛ رحمي اسم الله محمد الزمان ٿيو جيو نام" يعني
بزرگ محمد زمان حقيقت ۾ الله آهي جيتوڻيڪ ظاهر ۾ جسماني نالو محمد زمان اٿس، ساڳي صفحه
جي سٽ ٥-٦-٧ ۽ ٨ هن طرح آهي ته "جي صفاتي نور کان روشن هوا رهبر رسول ؛ ۽ ولي
الله سڀ جيڪي ڪيا قادر قبول ؛ سرهاڻي ٿيا سلامي سڀ جڏهن فخر و فضول ؛ ٿيو صفاتي
نور جو ذاتي کي سجدو ۽ سلام" يعني رسول ۽ ولي سڀ پنهنجو فخر ۽ وڏائي ڇڏي بزرگ
محمد زمان جا سلامي ٿيا ۽ کيس نور ذاتي يعني خود خدا سمجهي سڀني نبين ۽ ولين سجدو ڪيو،
جو ته پيا نبي ۽ ولي سڀ صفاتي نور هوا ۽ بزرگ محمد زمان نور ذاتي يعني خود خدا هو، اڳتي
هلي اهو احمق لکي ٿو صفحه ١٥ جي سٽ ٩ ۽ ١٠ ته "نور ذاتي جو ظهور ۽ منهنجو لواريءَ جي مڪان ؛
سو مڪو ۽ سو مدينو سا لواري سڀ ڄاڻ" هن شعر مان ٿي لواري کي مڪو ۽ مدينو سمجهڻ
۽ سڏڻ جو فتنو هن گمراه جماعت ۾ جاگيو آهي. اڳتي هلي صفحه ١٦ جي سٽ ٥-٦ ۽ ٧ هن طرح لکيل
آهي" جا صفاتي نور سان ٿي خلق خلقيل خاص عام ؛ ڪاريسازي ان سان وٺو نور ذاتي جي نظام

ان سبب ٿيو مت لواريءَ کي جو قلم ”قيام“ هن جو مطلب آهي ته پيا قائم يعني نبي ولي ۽
عام يعني گهڻي خلق سيئي صفاتي نور مان خلقيل هوا ۽ بزرگ محمد زمان ذاتي نور يعني خود خدا
هو، جنهن کري بزرگ محمد زمان سيئي جو ڪارساز هو، ۽ انڪري ئي لواري کي لواري ۾
قائم ٿيو، اڳتي هلي صفحه ١ جي سٽ ٧ ۾ هن طرح چيل آهي ته ” جو اچي هت ٿئي عطا امن و امان انکي
ضرور“ يعني جيئن حرم ڪعبة الله بابت قرآن شريف ۾ ارشاد فرمايل آهي ته ” مَن دَخَلَهُ
كَانَ آمِنًا “ يعني جيڪو حرم ڪعبة الله ۾ داخل ٿيو سو امن وارو ٿيو، تيئن هي جاهل به چوي ٿو
ته جيڪو حرم لواريءَ ۾ داخل ٿيو سو امن امان وارو ٿيو، ۽ ساڳي آيت غلام مصطفىٰ شاه
تاريءَ قصيده جي شرح ۾ عبد الله لکوي لواري جي شان ۾ آندي آهي ڏسو صفحو ١٦ شرح
عبد الله لکوي - وري صفحه ١٨ جي سٽ ٥ ۽ ٦ ۾ ڏسو ته چوي ٿو ته - وس هلي ٿو نه سندس ٿلي
۾ تقدير جي - هٿ سندس ۾ هاج هر ڪنهن کي عالم انتظام “ يعني جيئن الله تعالىٰ تقدير
کي ڦيرائڻ تي قادر ۽ مدبر الامر ۽ جهان جو منتظم يعني انتظام ڪندڙ آهي تيئن بزرگ محمد
زمان به تقدير کي ڦيرائڻ تي قادر مدبر الامر ۽ جهان جو انتظام ڪندڙ آهي، اهڙي ئي صفحه
جي سٽ ٩ ۽ ١٠ ۽ صفحه ١٩ جي سٽ ١ ۾ اهو جاهل مومن کي لواريءَ ۾ اچي سجدا يعني بزرگ
محمد زمان کي سجده ڪرڻ جي دعوت عام ڏئي ٿو، چوي ٿو ته ”مينهن لواري پاڪ ۾ جا اچي مومن
اچي ؛ ڪيو اچي سجدا ڪي سجد ريس سوهڻو سچو ؛ راهِ هدايت تي اچو ظلمت ضلالت کان
بچو “ لواري کي پاڪ جاءِ يعني مقام مقدس چئي بزرگ محمد زمان کي استغفر الله سجدا سندي ٿو
۽ مومن کي پنهنجي مصنوعي سجدا خدا يعني بزرگ محمد زمان جي آڏو سجده ڪرڻ لاءِ چوي ٿو
۽ اهڙي عمل کي ئي راهِ هدايت سمجهي ٿو، باقي اسلام پاڪ جهڙي سچ هدايت کي به ضلالت يعني گمراهي
جي وات چائي ٿو - صفحه ١٥ جي سٽ ٧ ۽ ٨ ۾ ملاحظه ڪريو لکي ٿو ” صدمبارڪ جن جي جاءِ
وڃي لواري مڪان - ۽ لواءِ کي هيئان ڪيو اچي سجد و سلام “ هن ۾ اهو جاهل لواري جي
خاص قسم جي عبادت جي تلقين ڏئي ٿو - پيچارا ڙيءَ ۾ اهو لکوي شخص پنهنجي هن ڪفريات شرڪي
دعوتي خط سنڌي پنهنجي ۾ پاڙن جانا لا جا ناتي ٿي شعر کي مسدس پورو ڪري ٿو.

پير پرتا نبيءَ پاڻ تو کي تارو نه ٿيا م - باعيال وآل تو تي تا ترهن صلوٰ سلام - يعني هتي پاڻ ٻيجن ٻارن سوڙا تو تي صلوٰة ۽ سلام پڙهندا رهن ٿا - يعني جيئن مسلمان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي صلوٰة سوڀاري ٿي سمجهي ۽ وظيفه طور ۽ ثواب خاطر پڙهندا آهن تيئن هي جاهل نه فقط پاڻ ۽ ٻيجن ٻارن سميت لواري واري بزرگ محمد زمان تي مصنوعي صلوٰة پڙهندا رهيا آهن - يعني بجاءِ "اللّٰهم صل علىٰ محمد نبي آخر الزمان المكي المدني الامي" پڙهڻ جي "اللّٰهم صل علىٰ محمد زمان الزمان السندي آللواروي" پڙهندا رهيا آهن "كبرت كلمة تخرج من افواههم" متي جانا ٻيا ڪفريا تي ڪلام مان نڪتا هئا ڏسي سگهندا انزغلام مصطفيٰ شاه مجاز يعني مسند تي لواري واري بزرگ محمد زمان رحمة الله عليه کي گهٽ کان گهٽ نبوت جي درجي تي رکي سڀني رسولن جو امام ۽ سيد البشر پوءِ هڪڙي هنڌ نور ذاتي مجسم يعني خدا جو اوتار سڏيو آهي، ٻيءَ هنڌ لکي جاهل قدم اڳتي کڻي بزرگ محمد زمان کي صاف حلولي خدا جو اوتار سڏي سڌي نالو الله به چوڻ آيو آهي، بزرگ کي اسم ذاتي سان سڏي پوءِ کيس تقدير قيرائڻ تي قادر مدبر الامر ۽ جهان جو منتظم اهڙين خدائي صفتن به ڏيندو رهيو آهي -

هي آهن انهن جاهل ۽ گمراه جماعت جا عقائد، جي ڇپيا هئا، جن تي پُٺ عمل ڪندي مصنوعي حج وغيره جو فتنو سال بسال مستقل صورت وٺندو رهيو آهي جيئن ته سال ١٩٣٣ع ۾ يعني گذريل سال ميمڻ علي محمد اسمٰعيل احمد آبادي جي طرفان ٻا انهي جي نالي سان هڪ اشتهار ۾ لواري ٻيءَ حج جي دعوت بابت ڪرا ڇپي جي ڪا نبي ته پيرسان جايا ٻي وه هايو ويو ۽ هينئر به خود موجود پير صاحب جي صحيح سان جو لواري ٻيا جي لاءِ دعوتي ڪاغذ ڇپايا ۽ ورهايا، ميمڻ علي محمد جي اشتهار ۾ هي مضمون صاف طرح ڪيل آهي ته لواري جي حج جي تياري ڪريو ۽ اچي نور ذاتي يعني بزرگ محمد زمان حلولي خدا جو طواف ڪريو، لواري ۾ پُٺ بزرگ محمد زمان حقيقي ڪعبو آهي وغيره وغيره سڀ هن انهي ميمڻ احمد آبادي جي اشتهار تي پرسال عام مسلمانن طرفان اعتراض اٿيو ته هن انهي گمراه جماعت جي ڪن شخص هي خبر مسلمانن کي ڏوکو ڏيڻ ته اهو مستانه مزاج مجذوب شخص آهي، انهي جو اشتهار جماعت جي پاران نه سمجهيو وڃي،

اسين مسلمان جڏهن مٿين ذڪر ڪيل شعرن ڏي ڇڪائي پڇون ٿا ته ميمڻ احمدآبادي
جي انهي اشتهار ۾ جيڪي لکيل آهي ڇا انهن کان ٻه ڏهوڻ وڌيڪ خلاف شرع ڪفريات ۽ شرڪيات
سان ڀريل هن گمراه جماعت جي انهن عقائد جي صحيفن ۾ لکيل آهي يا نه؟ اسان جيتري قدر غور
ڪيو آهي اوتري قدر انهن ڪفريات ۽ شرڪيات جو ڪو تأويل ئي ڪونهي، بلڪ جيڪي لکيل آهي
سو صريح ۽ حقيقت آهي نه مجاز آهي نه استعارو نه ڪنايو آهي نه اشارو، اسان جا مسلمان
ڀائر ڏسندا ته اسان جيڪي هن مضمون جي منڍ ۾ هن گمراه جماعت بابت حقيقتون ڄاڻايون
آهن سي سڀ ثابتين سان ثابت ٿي چڪيون آهن. اسين پنهنجي طرفان شرعي فتوى ڏيڻ کان
اڳ وري به هي سڄو معاملو عام طرح سنڌ، هند ۽ ماوراء الهند جي عالمن ۽ مفتين جي اڳيان
رکون ٿا ۽ ان سان گڏ هي سڄو ئي ڪيس خاص طرح موجوده پير صاحب جي به پيش ڪريون ٿا
هي هڪ عظيم فتنو آهي جو نمازي پڙهندڙ ۽ اسلام جي آڙ وٺندڙ مسلمان سڏائيندڙن
دين ۾ پيدا ڪيو ويو آهي، انجي اصلاح ۽ روڪ ٿام منهن ورتين گهرجي، هڪ فتني کي
روڪڻ ۽ وڌڻ نه ڏيڻ فتنو نه آهي بلڪ عين اصلاح آهي.

ڇا مٿيون ڳالهيون فتنو ۽ فساد نه آهن؟ ڇا ايئو اهڙو فساد نه آهي؟ جهڙو حضور جن
عليه الصلوٰة والسلام جي زمانه مبارڪ ۾ منافق ڪندا هوا. ۽ اهڙي فساد کي چڱو ڪم
سمجهي پنهنجي نفس ۽ ٻين کي ڌوکو ڏيندا هوا: ڪما قال الله تعالىٰ وَاِذَا قِيْلَ لَهُمْ لَا
تُفْسِدُوْا فِي الْاَرْضِ قَالُوْا اِنَّمَا نَحْنُ مُصْلِحُوْنَ اَلَاۤ اِنَّهُمْ هُمُ الْمُفْسِدُوْنَ
وَلٰكِنْ لَّا يَشْعُرُوْنَ (ترجمو) جڏهن انهن منافقن کي چئبو هو ته زمين ۾ فساد
(ڪفر ۽ شرڪ) نه ڦهلايو ته جواب ڏيندا هوا ته اسين ته پاڻ سڌار ڪريون ٿا (الله
تعالىٰ فرمائي ٿو ته) نه! نه!! هو بيشڪ مفسد (فساد ڦهلائيندڙ) آهن، پر پنهنجي سمجهه سمجهن ئي نٿا
اسلام مسلمان سڏائي اسلام جهڙي دين ڪامل ۾ مٿين خرابين جهڙيون خرابيون
پيدا ڪرڻ ۽ ڪرائڻ هڪ سچو پچو فساد ۽ دين الله کي برباد ڪرڻ جي ڪوشش ۽ خدا
۽ رسول جي شان معلىٰ سان گستاخي ۽ سخت بي ادبي آهي جا ڪنهن به حالت ۾ سهي نٿي

سگهجي ۽ ڪو به راسخ الايمان مسلمان چاهي هو عالم هجي يا غير عالم سڀ ڪين سگهندو،
اسين ڏسون ٿا ته اهي جماعت وارا بي سمجهي جي بيهدا آيل آهن جو اهڙين وڏن بدعقيدن
کي به چڱو سمجهن ٿا ۽ اهڙن ٿيندڙ واهي ۽ ٿيندڙ رهيو آهي جو شيطان انسان کي
سندس برن ڪمن کي چڱو ڪري ڏيکاريندو آهي ۽ انسان انهي ڪري ڌوکي ۾ اچي ويندو
آهي كَمَا قَالَ اللهُ تَعَالىٰ زَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطَانُ أَعْمَالَهُمْ ۔ (ترجمو) شيطان
انهن کي سندن بڇڙا ڪم سهڻا ڪري ڏيکاريندو رهيو آهي۔

پر جيڪي انسان مٿي ڄاڻايو آهي سو جيڪڏهن غلط آهي، يعني جيڪي مٿي حالتون هن
هن جماعت جون ۽ حوالا هن جي گمراهي ڦهلائيندڙ صحيفن جا ڏنا آهن سو جيڪڏهن
ان بابت چيو وڃي ته اهي ڳالهيون بيوقوفن احمقن ۽ جاهلن جيون آهن ۽ اهي شعر
به بيوقوف ۽ جاهل مريدن جا آهن ۽ جيڪي انهن ۾ موجود آهي سو غلط آهي، ته
اسلامي تعليم جي برخلاف آهي ته پر اسان جو مقصد پورو ٿيو، جيڪڏهن ائين آهي
ته پوءِ اسان جو عرض ۽ غرض هي آهي ته موجوده پير صاحب پنهنجي صحيح ۽ دستخطن سان
ڇپرائي ۽ پنهنجي جماعت بابت مٿي ذڪر ڪيل نمبروار سڀني ڳالهين کي نام بنام ترديد
ڪري ۽ انهن ڪفريات سان ڀريل شعرن کان تبري ڏيکاري ۽ هڪدم اهو ڇپ
بند ڪرائي ۽ پنهنجي گمراه جماعت جي ڳالهين سخت تنبيه ۽ ملامت ڇپائي عام طرح ورهائي
۽ صاف ڄاڻائي ته پاڻ سچ پچ انهن عقيدن کان بيزار آهي ۽ جيڪي سندس ۽ سندن وڏن
جي حق ۾ سندس جاهل ۽ گمراه مريد ڪوڙا قصيدا ۽ شعر ٺاهي ڪيس ۽ سندن وڏن کي استغفر الله
نور ذاتي مجسم مدبر الامر مبدل التقدير منتظم کل عالم، خالق رازق سڏيو ۽ قادر قدير
سڏين ٿا سي ڪفر ٿا ڪن هن کي اهڙي ڪفريات کان توبه تائب ٿيڻ گهرجي نه ته
اهڙن عقائد رکندڙ مريدن کي پنهنجي جماعت کان خارج ڪيو ويندو۔ پر اسان جو
مطالبو پير صاحب جن کان فقط ايترو آهي۔

جيڪڏهن پير صاحب اهڙو اعلان ڪري ڇڏيندا ته اسين اميد ٿا ڪريون ته يقيناً هي گمراهي

سندن جماعت مان ڪافور ٿي ويندي- ۽ فتنو نابود ٿي ويندو- انشاء الله العزيز-

۽ جيڪڏهن اين ڪرڻ ۾ نه ٿا اچي ۽ بلڪ انهن گالهين تي اصرار ۽ زور رهيو ڪيو ۽ عمل ڪيو ته پوءِ مسلمانن وانگي رهڻ ۽ ڪي ظاهري ڪم مسلمانن وارا ڪرڻ شريعت اسلامي ۾ ڪو اعتبار نٿا رکن ۽

پير صاحب جي طرفان لوارعيءِ فقط طواف ۽ احرام نه هجڻ جو اعلان ڪافي نه آهي- نڪي اين چوڻ ڪافي آهي ته اسين فرض حج ڪان نٿا روڪيون، يا اسا نجام رسيد ڪعبة الله جي حج تي ويندا آهن- نڪي فقط هنجي حق ۾ جلّ شانه ۽ جل جلاله يا شاه نبيان، سيّد اولاد آدم هجڻ جي ترديد ڪافي آهي، بلڪ جيڪي معنون سندن وڏن جي حق ۾ چيون وڃن ٿيون تن کان ۽ ٻين سڀني اعتراض جهڙين گالهين کان تفصيل وار ترديد واجب آهي-

اسين مسلمانن کي عام طرح ۽ پير صاحب ۽ سندس جماعت کي خاص طرح چتايون ٿا ته جيڪڏهن هو قلبي تقوىٰ ۽ باطني طهارت کي نعمت الاهي ۽ شان اسلامي سمجهن ٿا ته شعائر الله يعني مڪي شريف واري حج حقيقي ۾ جيڪي قديم پيغمبرن جا آثار ۽ يادگار آهن جنکي قرآن ڪريم ۾ " شعائر الله" فرمايو ويو آهي تنجي تعظيم ڪن ۽ انهن جي مقابلي ۾ مصنوعي حج ۽ مصنوعي شعائر بر پا ڪري اصلي شعائر الله جي بي تعظيمي ۽ بي ادبي نه ڪن ڪَمَا قَالَ اللهُ تَعَالىٰ وَمَنْ يُّعَظِّمْ شَعَآئِرَ اللهِ فَاِنَّهَا مِنْ تَقْوَى الْقُلُوْبِ ۽ (سوره حج رڪوع ٤)

(ترجمو) جيڪو تعظيم ڪري ٿو شعائر الله جي ته تحقيق انجي اها تعظيم دلين جي تقوىٰ پرهيزگاري جي نشاني آهي- الله تعالىٰ شال جميع مسلمانن کي اتباع حق ۽ صراط مستقيم تي هلڻ جي توفيق بخشي، ۽ شال هر قسم جي گمراهين ۽ بدعتن ۽ شيطاني وسوسن کان بچائي- آمين ۽

حرره محمد صادق عفى عنه محله کهڏه کراچي ١٥ محرم سنه ١٣٥٣ھ

# سنڌ جي مسلمانن کي عرض

سنڌ ڪنهن وقت ۾ علوم ڪماليت جو گهر هو، ديني عربي
تعليم جو مرڪز هو، مگر اڄ ڪلهه جيڪا حالت ديني اسلامي عربي تعليم جي
[illegible] سا ڏسي اکين مان پاڻي اچي ٿو.

ڪراچي ساري سنڌ جو وڏو شهر آهي. انهي ڪري ۳۵ سالن کان وٺي
ڪراچي ۾ عربي اسلامي تعليم جو هڪ وڏو مدرسو نالي "مظهر
العلوم" برپا ڪيل آهي، جنهن ۾ عربي جي اعلى تعليم سان گڏ قدري
انگريزي، تاريخ، جغرافي، حساب وغيره به سيکاريا وڃن ٿا. سنڌ ۾ هڙئي ٻيو
جو مدرسو ٻيو ڪا ٿي به ڪونهي جنهن ۾ ديني تعليم سان گڏ دنيائي تعليم به ڏني
وڃي، هن مدرسي ۾ مسڪين، مسافر، يتيم شاگرد گهڻا رهن ٿا. مدرسو
الله جي توڪل تي هلايو وڃي ٿو. مسلمانن کي گهرجي ته پنهنجا صدقات خيرات
زڪوات وغيره هيٺين پتي تي هن مدرسي جي مدد لاءِ موڪلي ڏين.

مولوي محمد صادق مهتمم مدرسه عربيه مظهر العلوم
محله کهـ[illegible] ڪراچي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني ڪي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻپاڙهائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻپاڙهن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوِ، چاالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)